ٻاراڻو ادب

سنڌ جا سپوت

# شاهه عبداللطيف ڀٽائي

داڪٽر شاهنواز سوڍر



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو
(حق ۽ واسطا محفوظ)
ڇاپو پهريون ۱۹۹۰
تعداد ۵۰۰۰
قيمت ۱۵-۰۰ رپيا

# Personalities of Sindh

Published by : Department of Culture and Tourism
Government of Sind
Printed by : Azad Communications Karachi.

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري، سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي
پاران پڌرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر (پبليڪيشنس)
جي نگرانيءَ هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي ڇپيو.

ملڻ جو هنڌ
ڊائريڪٽوريٽ آف ڪلچر (پبليڪيشنس)
جناح ڪورٽس، ڊاڪٽر ضياالدين احمد روڊ ڪراچي.
فون - 513334

# پيش لفظ

هن وقت تائين ٻاراڻي ادب تي ايترو توجهہ نہ ڏنو ويو آهي، جيترو ڏيڻ کپندو هو. ٻاراڻو ادب قومي جاڳرتا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. اها هڪ ميجيل حقيقت آهي تہ ٻاراڻي عمر ۾ ڪنهن شيءِ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت، وڏي عمر وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻي هوندي آهي. ان عمر ۾ ئي ٻارن جي پيڙهہ پختي ٿيندي آهي.

ٻاراڻي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪندي، اسان ٻارن جي تعليمي ۽ ذهني اوسر لاءِ دلچسپ، اصلاحي، مفيد، معلوماتي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

معلومات ۽ وندر وارن ڪتابن سان گڏ، اسان جي اها پڻ ڪوشش آهي تہ ٻارن کي پنهنجن عظيم سپوتن ۽ انهن جي ڪارنامن کان واقف ڪريون تہ جيئن هو اخلاق ۽ ڪردار جي پختگي طرف گامزن ٿي، مستقبل ۾ ڪاميابيون ماڻي سگهن.

ڪتاب، انسان جو بهترين دوست آهي، جيڪو انکي سنئين راهہ تي ولي وجي ٿو۽ منجهس اخلاق، سچائي، بهادري ۽ بُري ڀلي سمجهہ پيدا ڪري ٿو. ٻارن لاءِ ڪتابن جو اهو تحفو ڏيندي سنڌ ثقافت کاتو گهڻي خوشي محسوس ڪري ٿو. اميد اٿئون تہ اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش توهان وٽ قبول پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

# شاهه عبداللطيف ڀٽائي

شاهہ جو حسب نسب

شاه عبداللطيف ڀٽائي، سيّد گهراڻي جو هو، تنهنڪري سندس نسل وڃئو حضرت محمد صلعم سان ملي ٿو. سندس وڏا هرات ۾ رهندا هئا. شاه صاحب جي وڏن مان سيّد حيدر شاه سئر ڪرڻ جي خيال سان سنڌ ۾ هالن جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. انهن ڏينهن ۾ وقت جي حاڪم مير محمد، هالن جي ڪن مسڪين ماڻهن تي 525 روپيا ڏنڊ رکيو هو، جيڪو هو غريبيءَ جي ڪري ادا نہ پئي ڪري سگهيا. سيّد حيدر شاه تمام رحمدل ۽ سخي انسان هو، هن اها رقم ادا ڪري، مسڪين راڄ وارن جي جند حاڪم کان آزاد ڪرائي. ان ڪانسواءِ سيّد صاحب ڳوٺ جي ماڻهن سان آئيءَ ويل ۾ ڏاڍا ساٿ ڏنا.

سيّد حيدر شاه جي اهڙي انسان دوستيءَ واري خاصيت ڳوٺ جي نيڪ مرد شاه محمد هالي کي ڏاڍو متاثر ڪيو، جنهن کيس پنهنجي نياڻي نڪاح ڪري ڏني. سيّد حيدر شاه کي ان زال مان هڪڙو پٽ ڄائو، جنهن جو نالو سيّد مير علي رکيائون.

سيّد مير علي جڏهن وڏو ٿيو، ته هن به شاديون ڪيون، هڪڙي ماماڻي نک يعني هالي ذات مان ۽ ٻي ترڪن مان. پهرين زال مان ڪيس جيڪي اولاد ٿيو، ان کي شرف پوٽا سڏجي ٿو ۽ شاه عبداللطيف شرف پوٽن جي نک مان آهي.

شاه عبداللطيف جا وڏا هالن ۾ گهڻو وقت رهڻ ڪانپوءِ اتان لڏي وڃي ڪجهه پنڌ تي رستي جي پر سان هڪڙي ڳوٺ ۾ ويٺا، جنهن کي اڄڪلهه 'مٽياري' سڏجي ٿو. مٽيارين جي پرسان درياه جون شاخون وهنديون هيون، جنهن جي ڪنارن جون زمينون ڏاڍيون زرخيز هيون. انهن ڏينهن ۾ زمين، آباد ڪندڙ جي ملڪيت سمجهي ويندي هئي، ۽ اُهي آبادگار- حڪومت کي ڍل ڏيندا هئا مگر سنڌ جا سيّد گهڻو ڪري ڍل کان به آجا هوندا هئا. مٽيارين جي سيّدن درياه جي ڪنارن سان ڪافي زمينون پاڻ آباد ڪيون. انهن سيّد آبادگارن ۾ شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو به هڪ ناليوارو صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي، جو شاه عبداللطيف جو تڙ ڏاڏو هو.

تاريخن ۾ لکيل آهي ته مٽيارين جا سيّد، جن کي بعد ۾ متعلوي سيّد سڏيو ويو، وڏي عزت ۽ آبروءَ وارا هئا. هنن ڪافي زرعي زمينون حاصل ڪيون، ان ڪانسواءِ سندن پيري مريديءَ جو به تمام وڏو رستو هيو، انهيءَ ڪري سنڌ جي ماڻهن ۾ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جي وڏن جي تمام گهڻي عزت هوندي هئي.

## ولادت

شاه عبداللطيف، سيّد حبيب الله شاه جو پٽ، سيّد عبدالقدوس شاه جو پوٽو ۽ سيّد جمال شاه جو پڙ پوٽو هو. سيّد جمال شاه، شاه عبدالڪريم جو ٽيون فرزند هو. اهڙيءَ طرح شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو شاهه عبداللطيف جو تڙ ڏاڏو هو.

ڀٽائي گهوٽ سال 1102هجري، مطابق 1689ع ۾ حيدرآباد ضلعي جي هالا تعلقي ۾، ڳوٺ ڪٽياڻ جي ويجهو "ڀٽي پور" ۾ ڄائو. سندس جاءِ هالا حويليءَ ۾، ڀٽي پور سان لڳ ڏکڻ اپرندي جي ڪنڊ تي هئي. جنهن گهر ۾ شاه صاحب ڄائو هو، اُتي پوءِ هڪڙي مسجد جوڙائي وئي، اها مسجد لطيفي جماعت جي لونگ فقير مهيسر لوڙهي واري جوڙائي هئي. لونگ فقير جو مقبرو هن وقت خيرپور رياست ۾ آهي.

شاه حبيب ڪي ٽي گهر واريون هيون، جنهن مان پهرين گهر واريءَ مان يعني مخدوم عربيءَ جي خاندان واري بيبيءَ مان فرزند ڄائو، جنهن جو نالو عبداللطيف رکيائين، مگر هو ايحان ٻارڙو هو ته فوت ٿي ويو. ان کانپوءِ وري ننڍي گهر واريءَ مان پٽ ڄائس، جنهن جو نالو جمال شاهه رکيائين، جنهن جو اولاد ايحان تائين پٽ جي گاديءَ تي ويهندو ٿو اچي. پوءِ وري پهرين گهر واريءَ مان ٽيون پٽ ڄائس، جنهن جو نالو عبداللطيف رکيائين. اهوئي اسان جو شاعر شاه عبداللطيف هيو، جيڪو وڏي هوندي واقعي قطبِ ثابت ٿيو.

سيني تاريخن ۾ لکيل آهي ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو جنم 1102هه، مطابق 89-1690ع تي ٿيو ۽ وفات صفر 1165هه مطابق 1752ع تي 63 سالن جي عمر ۾ ٿي. سندس مزار ڀٽ تي آهي، جتي هر سال چوڏهين صفر تي ميلو لڳندو آهي ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪيترائي پانڌيئڙا ڪهي اچي ڀٽ تي سلامي ٿيندا آهن.

## ننڍپڻ ۽ تعليم

شاهه عبداللطيف جي ڄمڻ کانپوءِ شاهه حبيب هالا حويليءَ ۾ گهڻو وقت نه رهيو، پر جلدئي ڪوٽڙيءَ نالي هڪ ڳوٺ ۾ اچي وسيو. اهو ڳوٺ موجوده ڀٽ کان ڪوهه کن پري هو، جو هاڻي ڊٺي ويو آهي. ڪوٽڙي مغلن جو ڳوٺ هو. مغل سنڌ ۾ حاڪم ٿي رهيا هئا ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ گهڻي وقت کان آباد هئا. هن ڳوٺ ۾ سٺا مدرسا به هئا، جن ۾ قابل استاد ٻارن کي پڙهائيندا هئا. در اصل شاهه حبيب هالا حويليءَ مان لڏي ئي انڪري آيو هو ته جيئن ننڍڙي لطيف جي تعليم جو مڪمل بندوبست ٿي سگهي. ٻئي طرف شاهه حبيب به اعليٰ گهراڻي جو سيّد هيو- تعليم ۽ تدريس سندن ورثو هو، انڪري سيدن جي گهر ۾ تعليم جو سٺو ماحول موجـ ـد هو، جتان شاهه لطيف علم جي زيور سان آراسته ٿي نڪتو.

شاهه لطيف کي جنهن اسڪول ۾ داخلا ملي هئي، ان ۾ ميان

نور محمد يٽي استاد هو. ميان نور محمد يٽي تمام قابل- ڪار استاد هو. هو ٻارن جي نفسيات کان مڪمل واقف هو، انڪري هو اسڪول ۾ مختلف موضوعن تي شاگردن کي بحث مباحثي جي لاءِ شوق ڏياريندو هو. در اصل انهيءَ زماني ۾ اسڪول ۾ ٻار تڏهن داخل ٿيندا هئا، جڏهن سندن عمر ڏهه ٻارنهن سال ٿيندي هئي، ۽ اهي شاگرد تمام گهڻو هوشيار هوندا هئا، جيڪي پنهنجي گهر ۾ ابتدائي تعليم حاصل ڪري ايندا هئا. شاهه صاحب هون ئي ذهين هو. ٻيو تہ سندس گهرو ماحول بہ سڌريل هو، انڪري ڪيترن ئي موضوعن تي بحث ڪندي ٻين شاگردن کي ماري ويندو هو، جنهن ڪري شاهه صاحب وري استاد سان بہ بحث ڪندو هو. ان بحث مباحثي جي شاهدي اسان کي انهيءَ روايت مان بہ ملي ٿي، جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ شاهہ صاحب پنهنجي استاد کي "الف" ۽ "ب" جي متعلق بحث ۾ تمام گهڻو متاثر ڪيو هو. انهيءَ تعليمي قابليت جو اثر ميان نور محمد يٽيءَ تي ايترو ويٺو، جو آخري عمر هُن پنهنجي هونهار ۽ لائق شاگرد شاهہ عبداللطيف وٽ پٽ تي گذاري.

شاهه صاحب ڪوٽڙيءَ جي درسگاهن جي تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ نئين تعليم وٺڻ لاءِ ويو. ٺٽو انهن ڏينهن ۾ دنيا جي تمام وڏن شهرن جي مقابلي جو شهر هيو، جنهن ۾ تعليم جا 400 سو ڪاليج هئا. انهن ڪاليجن ۾ اعليٰ پائي جا استاد پڙهائيندا هئا. انهن مڙني ڪاليجن ۾ مخدوم محمد معين

نتويءَ جو ادارو تمام گهڻو مشهور هو. علامہ مخدوم محمد معين نتوي حديث شريف جو سبق شاهہ ولي الله کان حاصل ڪيو هو ۽ تصوف ۾ شيخ ابوالقاسم نقشبنديءَ کان تعليم حاصل ڪيل هيس. تحفة الڪرام ۾ شاهہ عبداللطيف جي ملاقاتن جي ذڪر مان معلوم ٿو ٿئي تہ سندن يارانو علمي ۽ ادبي قسم جو هيو- ٿي سگهي ٿو تہ شاهہ عبداللطيف پڻ ان ڪاليج ۾ موسيقي ۽ فلسفي جي تعليم بہ سکيو هجي ! مگر، افسوس آهي تہ اسان وٽ تاريخ جا ورق ايترا تہ مروڙيل آهن، جو انهن تي علمي لڪيرن کان وڌيڪ دهشت گردن جي هٿن جا نشان نظر اچن ٿا.

## صورت ۽ سيرت

شاه عبداللطيف جي حليہ مبارڪ ۽ سيرت متعلق سندس وقت کي ويجها جيڪي مفڪر ۽ سوانح نگار هئا، اُهي گهڻو ڪري هڪ ٻئي سان متفق نظر اچن ٿا. انهن ليکڪن جي چوڻ مطابق تہ شاهہ صاحب هڪ اعليٰ شخصيت جو مالڪ هو. هو جيتوڻيڪ ايڏو قداور مڙس نہ هو، تڏهن بہ وچولي قد کان البتہ ڊگهيرو هو. ڪلها موڪرا هئس، ۽ بدن ۾ نڪي تمام سنهون هو ۽ نڪي تمام ٿلهو. جسماني طاقت چڱي هيس، ۽ ساري حياتي تندرست گذاريائين. سندس وار جوانيءَ جي ڏينهن ۾ ڀُوري ڪاري رنگ جا هئا، ۽سندس سونهاري گهاٽي ۽

ڄاپئين هئي. سندس چمڙي ڪڻڪ رنگي هئي مگر سفيديءَ ڏي مائل هئي. سندس پيشاني ڪشادي ۽ اکيون وڏيون ۽ ڪاريون هيون، جي مشعل وانگر پيون ٻرنديون هيون. سندس منهن مٺيا دار هو، ۽ پيريءَ ۾ تہ منجهائنس هڪ نوراني جمال پيو بکندو هو. سندس اٿڻ ويهڻ، هلت چلت، ڳالهائڻ ٻولهائڻ نهايت فضيلت وارو هو.

شاهہ صاحب ننڍپڻ کان ئي نهايت خليق ۽ حليم طبع جو مالڪ هو. سندس طبيعت ۾ جيتري سنجيدگي هئي، اوتري ئي سندس فطرت ۾ هر دلعزيزي ۽ کل مکائي بہ هئي. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي هڪڙي فقير و ڳنڊ سان کل ڀوڳ بہ ڪندو هو. شاهہ صاحب، و ڳنڊ فقير لاءِ ڪي ڀوڳائي بيت بہ چيا آهن، جيڪي سر بلاول ۾ موجود آهن. انهن مان هڪڙو بيت مثال لاءِ هتي ڏجي ٿو:

اَسور سندي آسري، وينو آهي وَڳنڊ،
هڏ نہ ڇڏيندو هنڊ، آيس بوءِ بهار جي.

شاهہ صاحب اڪثر ڪري ڳنڀيرتا ۾ گذاريندو هو، ۽ اهائي ڳنڀيرتا سندس جرئت ۽ حشمت واري شخصيت ۾ وڌو اضافو ڪندي هئي، جنهن ڪري سڀئي ماڻهو سندس ادب ۽ احترام ڪندا هئا. شاه صاحب ٿورو ڪائيندو هو، ۽ ڳالهائيندو بہ گهٽ هو. هو نهايت صفائي پسند هو، سهڻين شين ۽ جمالي جذبن کي گهڻو پسند ڪندو هو، مگر جڏهن راڳ جي محفل شروع

ٿيندي هئي، تہ مٿس جلالي اثر طاري هوندو هو. مطلب تہ شاه عبداللطيف ڀٽائي جيترو هو مڙس مٿيادار، اوتري ئي هئي سندس منڙي طبيعت، جنهن جو عڪس سندس ڪلام جي هر بيت ۾ چٽو نظر اچي ٿو.

## لباس

شاه صاحب بلڪل سادي پوشاڪ پهريندو هو. اڪثر ڪري هڪ گيڙوءَ رتي الفي پائيندو هو، جا ڪاري سوٽي ڌاڳي سان سبيل هوندي هئي. مٿي ۾ اڇي رنگ جي هڪ لنبي ٽوپي وجهندو هو، جهڙي قلندر پائيندا آهن، ۽ جنهن کي ’ تاج ‘ يا ’ ڪُلاهُ ‘ ڪري سڏيندا آهن. انهي ڪلاه جي مٿان ڇهہ فوٽ کن ڪاري ڪپڙي جا، ٻٽي ور ويڙهي ڇڏيندو هو. جتي پائيندو هو، مگر ڪڏهن پور پوندو هوس تہ پيرن اگهاڙو بہ گهمندو هو. هٿ ۾ هڪ وڏي لٺ کڻندو هو، جنهن جو مٿو جوڳين جي بيراڳڻ جهڙو هوندو هو. اِهي سيئي شيون، ايجان تائين صحيح سلامت، سندس فقيرن وٽ ڀٽ تي رکيل آهن.

## رحمدلي

شاه صاحب جي سيني ۾ الله تعاليٰ هڪ تمام وڏي ۽ ڪشادي دل رکي هئي. هو رحمدل ۽ همدرد انسان هو. کيس غريبن ۽ مسڪينن تي تمام گهڻو رحم ايندو هو. تَڪبر ۽ وڏائيءَ سان تہ کيس پوندي ئي ڪا نہ هئي، انڪري نهٺائيءَ ۽ هيٺاهين سان

هلڻ جي تمام گهڻي هدايت ڪئي اٿائين. جيئن هينئن بيت ۾ فرمائي ٿو:

کمر، ڪمندن ڪٽيو، هارايو هوڙهن،
ڇڪيو نا چوندن، هو جو ساءُ صبر جو.

شاهه صاحب هڪ فقير صفت انسان هو، نه ڪنهن سان دشمني هيس ۽ نه بغض پر جيڪڏهن ڪو ساڻس دشمني ڪندو، ته اهو خود پريشان ٿيندو هو ۽ ساڻس ناه ڪري ۽ سندس مريد ٿيندو هو. اهوئي مثال ميان نور محمد ڪلهوڙي ( وفات 1755ع ) جو ڏئي سگهجي ٿو، جيڪو ساڻس دشمنيون پيو ڪندو هو، پر شاهه صاحب کي ڪو به نقصان نه ڏيئي سگهيو. آخر جڏهن ميان نور محمد ڪلهوڙو شرمسار ٿيو ته پاڻ ئي شاهه صاحب سان ناه ڪيائين ۽ ڪانئس پٽ جي دعا به گهريائين. جنهن لاءِ چيو ويجي ٿو ته ميان غلام شاهه ڪلهوڙو ميان نور محمد کي شاهه صاحب جي دعا سان ڄائو هو.

## سئر و سفر

شاهه صاحب سنڌ جي تقريباً سيني حصن جو سئر ڪيو هو. کيس سئر ۽ سفر ڪرڻ ۽ فطرت جي نظارن ڏسڻ جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. در اصل سنڌ جي جنهن حصي ۾، هُن اک کولي ۽ جوانيءَ کي پهتو، اهو حصو سنڌ جي دل هيو. نصر پور، هالا، بلڙي ۽ ڪوٽڙي مغل، اهڙا شهر هئا، جتي علم ۽ عالم ته جام

هئا، پر فطرت جون فياضيون بہ ڪي گهٽ ڪو نہ هيون. ان
حصي ۾ درياءَ جي واهڙن جو ڄار وڇايل هو. ساوڻيءَ جي مند
۾ هر طرف ٻوڏون ۽ پاڻيءَ جون ڇرون ٿي وينديون هيون،
جنهن جي ڪري چؤ طرف وڻراه، ٻيلا ۽ گلزار ٿي ويندا هئا.
پکين جون منڙيون لاتيون ۽ قدرت جون ڪارستانيون ڪيس
ڇڪي آڻي انهيءَ فطرت جي جوبن ۽ جمال جي مطالعي ۽
مشاهدي ۾ مشغول ڪنديون هيون.
مرزا قليچ بيگ لکي ٿو تہ:

"شاه صاحب ننڍي عمر ۾ ئي اڪثر جهنگ ڏي منهن
ڪري هليو ويندو هو، ڏينهن جا ڏينهن اُتي
اڪيلوئي گُمُ هوندو هو."

هن تحرير مان في الحال ايئن ٿو لڳي تہ شاهہ صاحب ڪو مستانو
هيو، پر حقيقت ۾ ايئن ڪونهي. شاهہ صاحب فطرت جي
حسن ۽ جمال جو طالب هيو، جنهن ڪري سندس ڪلام ۾
ٻين رنگن کان وڌيڪ فطرت جو رنگ نمايان نظر ٿو اچي.
ڇيئمل پر سرامہ لکي ٿو:

"شاهہ صاحب فطرت جو گهرو مطالعو ڪيو هو،
جنهن ڪري هو فطري شاعر آهي."

قرآن پاڪ ۾ خدا تعاليٰ فطرت يعني سرشتي جي اڀياس جو
هنڌ هنڌ تي تاڪيد فرمايو آهي. انسان جي وجود ۽ بناوت تي
ويچار، آسمان ۽ آسماني جسمن جي ڪاروائين تي ڌيان،

مرن، پکين ۽ جيتن جي چرپر تي خيال، جبلن، ندين، ڍنڍن ۽ ڍورن جا نظارا، وڻن ٻوٽن ۽ گاهن تي غور ئي فطرت جو اڀياس آهي، جنهن جي وسيلي خدا تعاليٰ جي پاڪ هستيءَ تي يقين ڄمي ٿو ۽ سندس قدرت، ڪاريگري ۽ ڪرم تي انسان جو روح قربان ٿئي ٿو.

محمد صديق ميمڻ، شاهه صاحب جي ڪلام ۾ فطرت جي اڀياس واري پهلوءَ تي لکيو آهي:

> "شاهه صاحب جو ڪلام ڏيکاري ٿو تہ فطرت جو اڀياس شاهه صاحب تمام گهڻو ۽ چڱيءَطرح ڪيوهو، تنهنڪري ئي قدرت جا نظارا اهڙي دلچسپ نموني ۾ بيان ڪيا اٿس، جو سنڌ جو ٻيو ڪو بہ شاعر پنهنجي ڪلام ۾ اهڙي فطرت نگاري ڏيکاري نہ سگهيو آهي، شاه صاحب جهنگن، جبلن، ماترين ۽ ميدانن جا جيڪي . گشت ڪيا هئا، سي ڪيس فطرت جي اڀياس جي ڪشش ڪرايا هئا."

صوفيانو ذهن تہ شاهه صاحب جو ورثو هو، ويتر جو فطرت جي جمال ۽ حسن جو مشاهدو ۽ مطالعو ڪيائين تہ ڪيس دل جي اڌمن مجبور ڪيو تہ سنڌ جي مختلف حصن جو سئرُ ڪري ۽ فقيرن درويشن جي درگاهن ۽ تيرٿن کي گهمي ڏسي، جنهن ڪري نڪري پيو سامين ۽ جوڳين سان، سندن جاڳائن ۽ زيارت

گاهن تي.

شاه صاحب جا سڀيئي سوانح نگار ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ:

" ٽي ورهيہ برابر هند ن فقيرن جي سنگت ۾ گذاريائين ۽ ' لاهوت '، ' ناني ' ۽ 'سپڙ سخي '، جون زيارتون بہ ڪيائين. "

فقيرن ۽ جوڳين سان گڏجي شاهہ صاحب سنڌ جي جن حصن جو سئر ۽ سفر ڪيو، انهن جو ذڪر ڪندي شاهہ سائين جو وڏو شارح ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي ٿو:

" انهن جي صحبت ۾ گهڻيئي ملڪ ڦِريو، ۽ ڪيتريون سندن تيرٿن جون جايون ۽ تڪيا پيٺيائين، لکپت ۽ گرنار تائين بہ ويو، جتان موٽندي، جيسلمير ۽ ٿر جو سير ڪيائين، انهن کان پوءِ گنجي ٽڪر ۽ لس ٻيلي جي سرحد وارن جبلن ۾ گشت ڪندي: لاهوت، لامڪان، هنگلاج ۽ سپڙ سخيءَ جون زيارتون ڪيائين، ۽ شڪ نہ آهي تہ اتان ئي ڪابل ۽ قنڌار ڏي بہ ويو، جتان موٽندي ٻيو دفعو هنگلاج ۾ آيو. "

مطلب تہ شاهہ صاحب هنگلاج کان وٺي ساموندي بندرن سوڌو ٿر ملڪ ۽ گرنار جو سير ڪيو. هُن اتر سنڌ جو بہ سير ڪيو هو، جو سندس تڪيو شڪار پور جي طرف نوشهري ابڙي ۽ ترائي ابڙي جي پاسي موجود آهي. هُن تمام گهڻي ويچار ۽

غور سان غريبن ۽ مسڪينن جي رهڻي ڪهڻي کي بہ ڏٺو، جنهن ڪري سندس همدردي، اميرن کان وڌيڪ مسڪين مارن سان ٿي:

ڏونگرين ڏسجَنِ، اَڄ پڻ رُيون اُن جيوَن،
ڏو ٿيئڙا ڏُٿَ کي، اَنّ آٽي نہ اَچَنِ،
خِيما کاهوڙِيَنِ، اَڄُ نہ اُنهين پيٽين.

## شادي ۽ پٽ جي آبادي

ڪوٽڙي مغل ۾ ، جتي پٽ وسائڻ کان اڳ ۾ شاهہ صاحب جن جو گهر هو، اُتي مرزا مغل بيگ نالي هڪ شاهوڪار ماڻهو رهندو هو. هڪڙي ڏينهن اوچتو، هُن جي گهر تي ڌاڙيلن حملو ڪيو. ڌاڙيلن سان مقابلو ڪندي مرزا مغل بيگ پنهنجن عزيزن سميت مارجي ويو. پويان گهر ۾ ، مرزا مغل بيگ جي ڪراڙي بيوه ۽ هڪڙي جوان ڌيءُ وڃي رهيون. سندن گهر جو سمورو الهہ تلهہ بہ ڌاڙيل ڀهاري ڪٽي ويا.

مرزا مغل جي قتل کانپوءِ شاهہ حبيب کي هِن جي اجاڙيل گهر تي ڏاڍو ترس ايندو هو، انڪري شاهہ صاحب، مرزا مغل بيگ جي بيوه زال جي اصرار تي سندس نياڻي پنهنجي لائق فرزند شاهہ عبداللطيف جي نڪاح ۾ آندي. هن شاديءَ جي ڪري مرزا مغل بيگ جي هن ويران گهر ۾ ڪجهہ سڪون موٽي آيو.

شاديءَ کانپوءِ ستت ئي شاهہ عبداللطيف پٽ تي لڏي آيو، جتي هميشہ لاءِ رهائش اختيار ڪيائين. هيءَ اها پٽ آهي، جتان

علم، سچائي، انسانيت سان پيار ڪرڻ ۽ لاچار انسان سان مدد ڪرڻ جي هدايت جا ڪرتا سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويا.

## شاهه عبداللطيف جو فڪر

### وحدانيت جي واکاڻ ۽ رسالت سان محبت

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جن نہ رڳو ڪفر ۽ شرڪ کان پرهيز ڪندا هئا، پر ان جي خلاف جهاد بہ ڪيائون. شاهه صاحب جو ڪلام اسان وٽ ان ڳالهہ جو مڪمل دليل آهي، تہ شاهه سائين توحيد جي تعليم جا پرچارڪ هئا ۽ پنهنجي مريدن يا طالبن کي توحيد جي هدايت ڪندا هئا. هيٺين بيت ۾ شاهه صاحب توحيد جي تعليم هن طرح ڏئي ٿو:

وَحدہٗ لاشَريڪ لَہٗ، اِيُ هيڪڙائي حقُ،

ٻئائي کي ٻکُ، جن وڌوسي وِرسئا.

شاهه سائين جن فرمائن ٿا تہ هن جهان جو خالق هڪڙو ئي الله تعاليٰ آهي. ان جو ڪو بہ شريڪ ڪونهي، ليڪن اهو ياد رکڻ گهرجي تہ جنهن بہ ماڻهوءَ الله تعاليٰ جي ذات پاڪ سان ڪنهن ٻئي کي شريڪ ڪيو، يا اهو محسوس ڪيو تہ الله تعاليٰ جهڙي ٻيو بہ ڪو طاقت رکي ٿو، يعني ڪو پير يا مير 'پُٽَ' دولت 'کير مکڻ' ڏئي سگهي ٿو، يا قسمت کي بنائي ۽ بگاڙي سگهي ٿو، يقين ڪيو تہ اهڙي

ماٺهوءَ پاڻ سان ظلم ڪيو. سر ڪلياڻ جي هڪڙي ٻئي بيت ۾ شاهه صاحب توحيد ۽ رسالت جي سڃاڻپ هن طرح ڪرائي ٿو:

وَحدَہٗ لاشَرِيڪَ لَہٗ، جان ٿو چئين ايئن ءَ،
تان مَڃ مُحَمدُ ڪارڻي، نہ تئون مَنجهان نِيہ،
تان ٿُونَ وَڃِئو ڪِيئن، ناييِن سِرِبِيَنِ ڪي.

هن بيت ۾ ڪل ٽي بند آهن: پهرين بند ۾ انسان جو خدا جي وحدانيت ڏانهن ڏيان ڇڪايل آهي. ٻئي بند ۾ رسالت ۾ ايمان آڻڻ جي هدايت ڪيل آهي ۽ ٽئين بند ۾ شرڪ کان سختيءَ سان منع ڪيل آهي. هن بيت جو پوريءَ طرح مفهوم واضح هن طرح ٿيندو، تہ اُهو مسلمان، جيڪو الله تعاليٰ جي ذات ۾ ايمان تہ رکي ٿو، مگر اندر ۾ ڪجهہ وسوسن ۽ بگڙيل خيالن جو شڪار بہ آهي. اهڙي ڪمزور خيالن واري انسان کي شاهہ صاحب هدايت ٿو ڪري تہ جيڪڏهن " الله پاڪ جي ذات ۾ يقين ٿو رکين تہ پوءِ رسالت مآب حضور اڪرم صلعم جن جي تعليم تي بہ يقين رکُ." حضور اڪرم صلعم جن سان شاهہ عبداللطيف کي نہ رڳو عقيدت هئي، بلڪ ساڻس عشق بہ هيو، جنهن ڪري شاهہ صاحب هن بيت ۾ اها تلقين ڪئي آهي تہ " حضور اڪرم صلعم جي دين اسلام ۾ رڳو عقيدو ڪافي نہ آهي، پر سندن ذات سان محبت بہ ضروري آهي." بيت جي آخري بند ۾ واضح ڪيل آهي تہ " اهو انسان، جيڪو الله ۽ سندس

رسول جي دين ۾ ايمان رکي ٿو، ان کي ٻين قوتن جي اڳيان هرگزنمڻ نہ گهرجي، پر جيڪڏهن خدا جي ذات پاڪ کي ڇڏي ۽ ٻين پيرن فقيرن کي وسيلو ٿو سمجهي، تہ اهو دين ۾ شرڪ آهي، جو خدا کي پسند نہ آهي. شاهہ صاحب جو سمورو سر ڪلياڻ توحيد جي تعليم جو مثال آهي.

شاهہ صاحب جي سموري ڪلام تي ويچار ڪبو، تہ اُهو محض اهڙو راڳ نظر نہ ايندو، جنهن کي سازن جي مدد سان جيڪڏهن ڳايو وڃي تہ ان مان انسان جي نفسياتي خواهشن کي سرور حاصل ٿيندو هجي، يا ذهن ۾ شيطاني خيال ايرندا هجن، بلڪ شاهہ جو راڳ، جنهن کي " شاهہ جو ڪلام " جي نالي سڏيو ويندو آهي، ڪهڙيءَ طرح بہ پڙهيو يا ڳايو وڃي، تہ ان جي ٻڌڻ سان اهو سرور حاصل ٿيندو، جنهن کي روحاني يا دلي سڪون چئبو آهي. انڪري شاهہ جو ڪلام ذهني عياشيءَ جو قطعي حامل نہ آهي، بلڪ هيءُ وحدة جي تند تنواريل آهي، جنهن مان انسان جو ذهن ۽ ڪردار سُڌِرَندا آهن.

هيٺيون بيت شاهہ صاحب جي وحدة الوجود جي تعليم جي مڪمل عڪاسي ٿو ڪري، فرمائين ٿا:

پاڻهِ جل جلالة، پاڻهِ جان جمال،
پاڻهِ صورت پري جي، پاڻهِ حسن ڪمال،
پاڻهِ پير مريد ٿئي، پاڻهِ پاڻ خيال،
سڀ سڀوئي حال، منجهائي معلوم ٿئي.

هن بيت جي حوالي سان شاهہ صاحب جي تعليمہ کي جاچڻي ڏسنداسون تہ اسان کي مڪمل وحدانيت جو پرچارڪ نظر ايندو. هن بيت ۾ پاڻ فرمائين ٿا تہ: " هن ڪائنات ۾ هيو ڪو بہ اهڙي قوت جو مالڪ ڪونهي، جيڪو جهان کي پيدا ڪري سگهندو هجي، ان ڪانسواءِ هيءَ سموري ڪائنات ۽ منجهس سڀ شيون ۽ چمڪندڙ ستارا ۽ انهن جو حسن، انهن جي بقا، ڪائنات ۾ محبت ۽ محبت مان اجاگر ٿيندڙ صداقت سڀ خدا جي وجود جا مظهر آهن" مطلب تہ هن ڪائنات ۾ جو ڪجهہ موجود آهي، اهو خداتعاليٰ جي ذات پاڪ جو ثبوت آهي ۽ هر طرف سندس ئي جلوو آهي. سندس ذات ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪائنات ۾ ڪونهي.

مطلب تہ شاهہ عبداللطيف جو سمورو ڪلام الله تعاليٰ جي ذات پاڪ جي تشريح ۽ دين اسلام ۽ انساني قدرن جو تفسير آهي، جيڪو انسان ذات لاءِ رهنمائي ۽ هدايت جو حامل آهي.

هيٺيون بيت شاهہ صاحب جي " وحدة الوجود " جي نظرئي جي وڏيڪ تائيد ٿو ڪري، جنهن ۾ وحدت ۽ ڪثرت جي فلسفي کي بيان ڪيو اٿس:

وَحدَتَ تان ڪَثرتَ ٿِي، ڪَثرتَ وحدتَ ڪُلُ،
حَق حَقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي مَ ڀُلُ،
هـُو هُلا چو هُل، بالله سُنـدو سَڄڻين.

## انسان دوستي ۽ رواداري

شاهه صاحب جي وقت ۾ سنڌ اندر مذهبي ڏانو جي حڪومت هئي. ڪلهوڙا حاڪم پيري- مريدي جي روپ ۾ حڪومت ڪندا هئا. سندن حڪومت جي نظام کي هلائڻ وارا عالم سڳورا هوندا هئا، جن جو دين اسلام سان واسطو هوندو هو. وقت جا حاڪم کين وظيفا ۽ پگهارون بہ ڏيندا هئا. جيتوڻيڪ انهن عالمن سڳورن ۾ اڪثريت تمام پلن عالمن جي هوندي هئي، پر ڪي اهڙا عالم سڳورا بہ هوندا هئا، جيڪي مذهبي معاملي ۾ سخت گير پاليسي رکندا هئا. انهيءَ ڪري عالم سڳورا بہ ٻن گروهن ۾ ورهايل هئا. هو پاڻ ۾ بہ سخت اختلاف رکندا هئا. ٻئي طرف سنڌ ۾ هندو مذهب جي مڃڻ وارن جي بہ وڏي حيثيت هوندي هئي. واپار، تجارت، لکپڙهہ ۽ منشيگيري هندن جي هٿ ۾ هوندي هئي. ان ڪانسواءِ شهري زندگيءَ کي بنائڻ يا بگاڙڻ ۾ هندن جو وڏو هٿ هوندو هيو. انهي ڪري هندن جهڙي قوت کي هٿ وس ڪرڻ يا قانون جو پا بند بنائڻ بہ چڱو خاصو مشڪل مسئلو هو. گهٽ ۾ گهٽ اهي اُلجهيل معاملا ڪلهوڙن جي سياسي بصيرت کان تہ مٿي هئا. پر اهو سچ آهي تہ اهي حالتون رڳو ڪلهوڙن جون پيدا ڪيل ڪون هيون. انهن حالتن کي اپرندي سوين سال ٿيا هئا. ارغون (1520ع) ۽ مغل (1592ع) انهن حالتن جا اصل ذميوار هئا.

ارغون ۽ مغل ڌاريا هئا.

جيڪڏهن ملڪ اندر ٻن مذهبن جي وچ ۾ نفرت پيدا ٿي يا زمينون غيرآباد ٿيون يا ملڪ جو امن پسند طبقو ڌاڙيلن جو شڪار ٿيو، ته ان ۾ ڌارين ماڻهن جو ڪهڙو هڏ سور ڪندو ؟ هو ڀاڻ ئي بي رحم، حملي آور ۽ ڌاڙيلن کان گهٽ ڪو نه هئا، انڪري ملڪ ۾ بدنظمي ۽ فساد انهن ڌارين جي دور جو قائم ڪيل هو، پر ڪلهوڙن جي وقت ۾ اهي حالتون ويون پٽي وڌنديون. هارين کي زمينن مان بي دخل ڪرڻ يا ڪنهن هندوءَ کي زوريءَ مسلمان ڪرڻ، روزمره جا واقعا هئا، جيڪي شاه صاحب کان ڳجها ڪو نه هئا. پر هڪڙي ڳالهه ذهن ۾ ضرور رکڻ گهرجي ته شاه صاحب نه ته حڪومت کان وظيفو وٺندڙ ڪارندو هيو، جو هو مداخلت ڪري ۽ سندس مداخلت کي قبول ڪيو وڃي، ۽ نه ئي ڪو باغيانه ذهن جو مالڪ هو، جو بغاوت جو جهنڊو کڻي ٻاهر نڪري پوي. شاه صاحب هڪ .مخلص انسان، ملڪ ۽ رعيت جو خيرخواه ضرور هيو، پر هو تشدّد ۽ ظلم جي خلاف هو. اها پڪي شاهدي ملي ٿي ته سماج ۾ اهڙا عمل، جيڪي دين - اسلام خواه انسانيت يا ڪنهن ٻئي ڀلائيءَ واري نظرئي جي خلاف هئا، هن انهن جي خلاف ضرور ڳالهايو آهي. جيئن هن بيت ۾ فرمائي ٿو:

ان پر نہ ايمان، جنءَ ڪلمي گوڪوناٿين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر ۾ آذر آهين.

تاريخ ۾، شاهہ صاحب جي دور جو هڪ واقعو بيان ڪيو ويو آهي، جيڪو دين اسلام يا انساني رواداريءَ جي خلاف هيو. شاهہ صاحب ان کي روڪڻ لاءِ مداخلت ڪئي آهي. واقعو هي آهي تہ: " مٽيارين جي ڪنهن هندوءَ کان ڪو اهڙو لفظ واتان نڪري ويو، جيڪو قانوني طرح هندن کي چوٽوئي نہ هيو، انڪري هنکي مسلمان بنائڻ ضروري ٿي پيو. اهو معاملو سيد شهمير شاهہ جي آڏو پيش ٿيو، جيڪو مٽيارين جو مفتي هو. سيد صاحب تحقيقات ڪرائي، حڪم ڏنو تہ هن کي مسلمان بڻايو وڃي، مگر هندو چوي تہ: " منهنجي دل مسلمان ڪا نہ ٿي ٿئي، ۽ اهو اکر تہ مونکان پل ۾ اچار جي ويو آهي" ان موقعي تي ماڻهن جا انبوه ڪٺي ٿي ويا، واٺيو رڙيون ڪندو.رهيو، تہ ايتري ۾ شاهہ صاحب اچي اتان لانگهائو ٿيو. خلق جو گوڙ شور ڏسي پڇڻ لڳو تہ هي ڇا پيو ٿئي؟ ڪيس سموري ڳالهہ ٻڌائي وئي. جنهن تي پاڻ ماڻهن جي ميڙ ڏي اندر لنگهي آيو: ڏسي تہ ماڻهو واٺيي کي ويڙهيو بيٺا آهن ۽ ڪيس زوريءَ مسلمان بڻائي رهيا آهن، جنهن تي شاهہ صاحب کي هن ويچاري هندوءَ تي رحم آيو ۽ منيان بہ لڳس، سيد شهمير کي چيائين تہ " هي ڇا ڪري رهيا آهيو، ڪنهن ماڻهوءَ کي موچڙن

سان بہ دين تي آئبو آهي ڇا "؟ ايئن چئي واٽيي کي گوڙ مان ٻاهر ڪڍي آيو. پوءِ اهو واٽيو شاهہ صاحب جو ڏاڍو ٿورائتو ٿي پيو ۽ سندس مريد ٿيو. "

در اصل اهو هڪ مثال آهي، نہ تہ ڪيئي اهڙا ٻيا واقعا بہ رونما ٿيا هوندا، جن لاءِ شاهہ صاحب انسانيت جي قدرن کي آڏو رکي، انهن خلاف جدوجهد ضرور ڪئي هوندي. شاهہ صاحب ان نظريي جو هيو تہ ڪنهن بہ انسان کي ايئن نہ سمجهجي تہ اهو خراب آهي، انڪري هن کي پنهنجي دين تي آڻجي يا ڪيس ماري وجهجي. شاهہ صاحب اسان کي تلقين ٿو ڪري تہ هر هڪ انسان الله تعاليٰ جي تخليق آهي، ۽ اهو بہ اهڙوئي آهي، جهڙو انسان پاڻ آهي، ٻئي کي مارڻ، معنيٰ پنهنجي تباهي آڻڻ جي برابر آهي. جيئن فرمائي ٿو:

پائي ڪان ڪمان ۾، ميان مارمَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجوئي توکي لڳي!.

## ٻڏي ۽ ايڪو

ارغونن کان وٺي، شاهہ صاحب جي حياتيءَ واري دؤر تائين يعني اندازاً اڍائي سو ورهيہ سنڌ ڏاڍا سور ۽ ڏکڙا ڏٺا. ڌارين جون ارڏايون، وحشي ڪردار ۽ ٻن ويڙهائڻ واري پاليسيءَ سنڌ جي رهواسين ۾ جيڪا مذهبي نفرت، سماجي ڇڪتاڻ ۽ احساس محروميءَ واري صورت پيدا ڪئي، اُها آسانيءَ سان تہ

ختم ٿيڻ واري ڪانہ هئي. ان جي بري اثرن کي ختم ڪرڻ ۽ يڪجهتي ۽ ڀائيچاري واري فضا پيدا ڪرڻ لاءِ اعليٰ انسانن ۽ مخلص ذهنن جي گڏيل ڪوششن جي سخت ضرورت هئي. سنڌ ۾ تصوف جي مختلف سلسلن جي جدو جهد جو، جيڪڏهن مطالعو ڪبو تہ بخوبي معلوم ٿيندو تہ اسان جي صوفي عالمن ان سلسلي ۾ وڏو جهاد ڪيو آهي. انهن مڙني ۾ اسان جو صوفي بزرگ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سڀني کان اڳڀرو هو. هن مختلف مثالن سان سنڌ واسين کي پاڻ ۾ ايڪي ۽ اتحاد قائم ڪرڻ جي هميشہ پئي هدايت ڪئي آهي. سندس هيٺيون بيت ان ڳالهہ جي يقيني شهادت پيش ٿو ڪري:

ولر ڪئو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾،

پسو پکيئڙن، ماڻهنئا ميٺ گهڻو.

شاهہ صاحب سنياسين ۽ جوڳين سان گڏجي هندن جي مختلف تيرٿن تي وڃي سندن اندر جي احساسن ۽ دل جي جذبن کي مڪمل پڙهيو، پر جهيو ڪيس معلوم ٿيو تہ سنڌ جي ماڻهن جو ڀل تہ مذهب الگ هجي، سياسي سوچن ۾ ڪيترو بہ فرق ڇو نہ هجي، پر هو متحد ٿي سگهن ٿا.

شاهہ صاحب جي حقيقت شناسي ۽ انسان دوستيءَ جو ثبوت انهيءَ مان ئي ملي سگهي ٿو، تہ هن وٽ ڪٽر پڻو ڪو نہ هيو. هو صاف دل صوفي بزرگ هو، وٽس ملڪي اتحاد ۽ انساني ڀائيچاري واري فضا پيدا ڪرڻ وڏيڪ اهميت وارو عمل هيو،

بنسبت مذهبي نفرت پيدا ڪرڻ جي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ نفرت
جي ڪري انساني جانيون ضايع ٿي سگهن پيون، پر اتحاد سان
انساني جانين جي قتل ٿيڻ جو امڪان گهٽ هيو. انهيءَ ڪري
شاهہ صاحب، پنهنجي ڪلام ۾ مکڻ ۽ ماکيءَ جي انهيءَ حد
تائين پالوٿ ڪري ڇڏي جو ترشي ۽ تلخيءَ، جو
جيڪو ذائقو غير مسلمان پنهنجي هم وطن ڀائرن هٿان چکي
چڪا هئا، اهو يڪ لخت مٺ ۽ ميناج ۾ بدلجي ويو. شاهہ
صاحب جي اهڙي ڪوشش جو اعتراف ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ
بہ ڪيو آهي. هو لکي ٿو تہ:

" اگرچ شاهہ صاحب شريعت جو پورو پابند هو،
تڏهن بہ مذهبي ڳالهين ۾ نهايت آزاد خيال هو. هو
چاهيندو هو تہ هر هڪ انسان لاءِ مذهبي آزادگي
ضروري آهي، خواهہ هندو هجي، يا مسلمان، خواهہ
يهودي هجي يا ڪرستان، مگر سڀ ڪنهن کي
پنهنجي پنهنجي مذهب جي اصولن جي پوريءَ طرح
تڪميل ڪرڻ گهرجي. هو سڪتي ايمان رکڻ کان
زياده زور عمل تي ڏيندو هو. "

شاهہ صاحب جي واقعي اها ڪمال دانائي آهي، جو هندن
منجهان اهو خوف، اها نفرت ويندي رهي، جيڪا منجهن
گذريل اڍائي سؤ سالن جي عرصي ۾ پيدا ٿي هئي، انڪري
هندن شاهہ صاحب جي ڪلام کي پنهنجو سمجهي، ان کي

پڙهيو، ان تي وڏيڪ تحقيق ڪيائون. ان ڪانسواءِ سنڌ جي تمدني ۽ ثقافتي ورثي کي پنهنجو ڄاڻي ان لاءِ بہ هنن پاڻ پتوڙيو. ان لاءِ هي ليکڪ مشهور آهن، جن شاهہ صاحب جي ڪلام ۽ زندگيءَ تي مسلمانن وانگر تحقيق ڪئي ۽ لکيو:

مسٽر تارا چند: هن شاهہ تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب لکيو.

ليلارام وطنمل: هن 1889ع ۾ شاهہ جي شاعري ۽ زندگي تي ڪتاب لکيو.

جيٺمل پر سرام: هن 1915ع ۾ شاهہ جي حياتيءَ تي ڪتاب لکيو ۽ ان ڪان سواءِ شاهہ جي آڪاڻين کي مرتب ڪيائين.

ڊاڪٽر گربخشاڻي: هي پهريون محقق هيو، جنهن 1923ع ۾ جديد تحقيق جي انداز سان شاهہ جو رسالو مرتب ڪيو، ۽ ان جي شرح لکيائين،

ڀيرومل: هن لطيفي سئر ۽ غريب اللغات لکيا.

لال چندامر ڏنو مل: شاهاڻو شاهہ لکيو. ورهاڱي ڪان بعد بہ هندن جيڪو سنڌي زبان ۽ شاهہ صاحب جي ڪلام تي ڪم ڪيو.

اهو بڌائي ٿوتہ شاهہ صاحب سنڌين کي متحد ڪرڻ جي جيڪا ڪوشش ڪئي هئي، اها بر ثواب ٿي- ۽ اڄ جي دور ۾ بہ جيڪڏهن هندو ليکڪن کي ڏسبو تہ هو سنڌي مسلمانن کي پنهنجو سڄڻ سمجهن ٿا. محض انڪري، جو اهو احساس ڪين لطيف سائينءَ ۽ ٻين بزرگ صوفي شاعرن ڏنو هو.

مطلب تہ سنڌ جي هن صوفي عالم جيڪا انسان ذات جي اتحاد جي ڪوشش ڪئي، اهڙي ڪوشش جو مثال برصغير جي ٻئي ڪنهن بہ صوفي عالم ۾ ملڻ ڏکيو آهي.

هندن ۽ مسلمانن جي اتحاد جي ڪوشش جو اقرار هڪ ٻئي هندو ليکڪ بہ ڪيو آهي، ۽ اهو آهي ملڪاڻي. هو لکي ٿو تہ

" شاهہ صاحب مسلمانن ۽ هندن جي فرق کي گهٽائڻ
جا ڪهڙيئي جتن ڪيا ۽ سر رامڪلي ان جو شاهد آهي"

شاهہ صاحب جي هيئين وائيءَ جون سٽون بہ ان جي گواهي ڏين ٿيون، تہ لطيف سائين نفاق جي سخت خلاف هو.

نالو ناهِ نفاق جو، جتي ربّ جليل،
مُڪ ۾ مسلمان تون، قلب ۾ قليل،
واليءَ جي وصال ۾، دوئي ناه دليل.

## وطن سان محبت

شاهہ صاحب جيتري الله تعاليٰ سان محبت ڪرڻ جي هدايت ٿو ڪري، ايتري ئي الله تعاليٰ جي پيغمبرن، نيڪ انسانن جي عزت ڪرڻ جو تاڪيد ٿو ڪري. لطيف سائينءَ جي ڪلام جو مول مقصد آهي: انسان ذات سان پيار ڪرڻ. مگر، جيترو انسان کي عزت جي لائق ٿو سمجهي، ايتروئي پنهنجي وطن جي مٽيءَ کي پاڪ ۽ پوتر ٿو ڄاڻي. سر مارئيءَ سندس انهيءَ جذبات جي شهادت ٿو پيش ڪري. هن سر ۾ مارئيءَ جي

روپ ۾ شاھ صاحب جو وطن جي ھر وٿ سان سندس عشق جو اظھار ٿئي ٿو. وطن جو ذرو ذرو، وڻ ۽ ٻوٽا، جبل ۽ پهاڙ، پٽون ۽ پاڻ، لڪ ۽ لڪيون، نديون ۽ درياھ، واھڙ ۽ ڪسيون، ڏڻ ۽ ڏراڙ، پکي ۽ پسون، مطلب وطن جي ھر شيءِ لطيف سائين جي پاڪ جذبات سان جرڪندي نظر اچي ٿي.

جنهن بہ انسان کي پنهنجو وطن آھي ۽ ٿوري بہ منجهس غيرت آھي تہ کيس وطن جي ھر شيءِ سھڻي، سندر ۽ محبت ڪرڻ جي لائق نظر ايندي. ھيٺين بيت ۾ وطن لاءِ مارئيءَ جي اندر جي جذبات جو نقش ھن طرح ڪڍيو اٿس.

ويندیس وطن سامهين، ملير منهنجو ماڳ،
ڏٿ چونديس ڏيھ ۾، ساڻ سرتين ساڳ،
تہ مون سئون سياڳ، جي ويجهي ٿيان ور کي.

ھيءُ جذبو مارئيءَ جو آھي، لفظ ۽ انھن جي سٽاءُ لطيف جي آھي. مگر وطن ٻنهي جو ساڳيو آھي. بيت تي ھڪ ڀيرو وري نظر ڪريو! جڏھن چوي ٿي مارئي "ملير منهنجو ماڳ!" لفظن جي اچارڻ ۾ ، ڳالھ ٻڌڻ ۾ ھڪ لطف آھي، ھڪ سنديش آھي، ھڪ پيغام آھي- ھڪ خوشي آھي، جاذبيت آھي ۽ فخر آھي. مارئيءَ جي وطن ۾ مندر ھئا، مسجدون ھيون، عبادت جون جايون ھيون، پر انھن سيني مان ڪنھن جي بہ ڳالھ نہ مارئي ٿي ڪري ۽ نہ لطيف. چو تہ وطن ھوندو تہ ان ۾ مندر ۽ مسجدون، عبادت جون جايون بہ جوڙي سگھبيون، پر جي

وطن نہ هوندو تہ ڀوءِ اهي ڪٿي جڙنديون ؟ ٻئي ڳالهہ تا ڪن ٿر جي مٽيءَ جي- ذت جي- ۽ ساٿيهہ جي سنگت ۽ مسڪين ماروئڙن جي- ڪيڏي نہ پاڪائي آهي پنهنجي وطن واسين جي ياد ۾ ! مارئيءَ جي وطن ۾ ڇا هيو ؟ جنهن لاءِ هوءَ ايترو پريشان آهي. لطيف سائين ڀذائي ٿو:

وطن، وَسَ، وسنديون، هينئڙي نت هُري،
اندر چت چري، وره ويڙيچن جو.

هن بيت ۾ شاهہ صاحب واضح ٿو ڪري تہ هڪ وطن ۽ ٻيو وسوڳ، ٽيون وسنديون- يعني ڀاڳين جا ڀاڻ- جن جي ڪري مارئيءَ جو وطن آباد هوندو هو. اهي ڪيس اندر ۾ هُرن ٿا- مارئيءَ کي اندر ۾ اڻ تڻ لايون بيٺاآهن- ۽ انهن جي ڪري هن کي ' ويڙهيچن ' جو وڇوڙو پريشان ٿو ڪري.

شاهہ صاحب جي ' ڪوتڙي مغل ۽ پٺ' مغلن ۽ ڪلهوڙن جي حاڪميت هيٺ هئا، جڏهن شاهہ صاحب مارئيءَ جو آزاد وطن ڏٺو تہ کيس بہ احساس ٿيو تہ واقعي وطن تہ ان کي چئبو آهي، جيڪو آزاد هجي، مارئيءَ جو وطن تہ واقعي آزادهو، جنهن ۾ !

نہ ڪا جهل نہ پل، ڪو ر ئڻ ڏية ۾،
آٿيو وجهن آهرين، روڙيو رتا گل،
مارو پاڻ اَمُلَ، مليرون مرڪٿون.

هن بيت مان قطعي ثابت ٿو ٿئي تہ لطيف سائينءَ کي مارئيءَ جي وطن يعني ملير لاءِ حسرت ٿي آهي ، تہ سندس ڳوٺ ۽

وستيون، وڻاڻ، درياهہ ۽ ٻيلا بہ آزاد هجن! هر انسان پنهنجي وطن يا ساٿيهہ جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي، ڇاڪاڻ تہ وطن انسان جي وجود لاءِ پناهہ گاهہ آهي، تحفظ آهي ۽ فخر آهي، جنهن قوم کي وطن نہ آهي، اها قوم ئي نہ آهي. وطن هر قوم جي سڃاڻپ آهي. سر مارئيءَ ۾ شاهہ صاحب اسان کي هدايت ٿوڪري تہ پنهنجي وطن سان پيار ڪيو، محبت ڪيو ۽ ان سان عقيدت رکو:

واجهائي وطن کي، ساري ساهُ ڏيان ،
هيءُ سِرُ سارّية سامهون، منهنجو نہ ميان !
مُقاميائي مارئين، ويڇي ٿر ٿيان !،
ميائي جيان، جي ويڇي مڙهہ ملير ڏي.

## وڏن جو ادب

شاهہ صاحب جي وقت ۾ تعليم جو نظام ڪجهہ اهڙي قسم جو هيو، تہ تعليم مڪتب سان گڏ گهر ۾ بہ ڏني ويندي هئي. سرنديءَ وارا ماٺهو ڳوٺ جي مسجد ۾ ڪو آخوند سڱورو ويهاريندا هئا، جيڪو ٻارن کي ديني تعليم سان گڏ، زبان، تاريخ، منطق ۽ فلسفي جي تعليم ڏيندو هو. مگر ان کان وڌيڪ سنڌ جي تعليمي نصاب ۾ جنهن مضمون کي اوليت ڏني ويندي هئي؛ اهو هيو وڏن جو ادب، ۽ پنهنجن ريتن رسمن جو قدر ڪرڻ. سياويڪ اهڙي تعليمي نصاب ۾ ڪاميابي بہ

اهوئي شاگرد حاصل ڪري سگھندو هو، جنهن جي گھر ۾ سٺو تعليمي ماحول موجود هوندو هو. شاهه صاحب جا وڏا پڙهيل ۽ وقت جا عالم هئا، سندن گھر ۾ عالمانه ماحول هو، جنهن ڪري شاهه صاحب کي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ ۾ وڏي مدد ملي وئي.

شاهه صاحب جي اهائي گھرو تعليم هئي، جنهن کيس معرفت جو صاحب بنايو. هن معرفت جي مٽيادار شخص کي پنهنجي والد بزرگوار جو تمام گھڻو احترام هوندو هو. پٽ تي پوريءَ طرح سڪونت اختيار ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي والد صاحب لاءِ حويليءَ ۾ الڳ جڳهه تعمير ڪرايائين، جيڪا هن وقت سندن روضي جي اتر طرف ڪان موجود آهي.

مختلف شاهدين ۽ تاڻن مان پتو ملي ٿو ته شاهه صاحب کي پنهنجي وڏڙن جو تمام گھڻو قدر ۽ عزت هوندي هئي. هن شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو قبو، ڏاڍي محنت سان تعمير ڪرايو، عام روايت آهي، ته هن مقبري لاءِ شاهه صاحب سرون ملتان مان آنديون هيون. ان کانسواءِ سيد جمال شاهه ۽ پنهنجي والد بزرگوار جو مقبرو به پاڻ ٺهرايائون. سندن والد شاهه حبيب جڏهن آخري عمر ۾ بيمار ٿي پيو، ته شاهه صاحب سندس تيمار داري پاڻ ڪندو هو ۽ دارو درمل پنهنجن هٿن سان پاڻ والد صاحب کي پياريندو هو، ۽ وڏي شاهه جي صحت ۽ عافيت لاءِ دعا گھرندو هو. شاهه صاحب پنهنجي والد جي علاج

لاءِ تمام وڏا ۽ ڄاڻو طبيب بہ گهرايا. مگر ڪو وقت اهڙو بہ آيو، جو ڦڪين فرق نہ ڪيو. ۽ اهڙي وقت ۾ شاهہ حبيب ورندي ڏيڻ کان قاصر ٿي پيو. شاهہ لطيف انهيءَ غم جي حالت ۾ جڏهن حويليءَ کان ٻاهر آيو ۽ فقيرن پڇيس تہ هي بيت پڙهايائين:

اوني ابهرا ٿيا، بيٺا تنگ ڪشين،
ڪچن پڇن ڪين ڪي، ورندي وات نہ ڏين،
لاڪيٺا لطيف چي، ٿا منجهئون لوڪ لڏين،
نيڻ نماٺا ڪٽيو، هنجهون ٿا هارين،
سي جنگ جواب نہ ڏين، ڪنهن ڏاڍي ڪيف ڪڪورئا.

مطلب تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، جيترو وڏو ماڻهو هيو، اوتروئي وڏن ۽ بزرگن جي عزت ڪندو هو، پاڻ اڀو جهہ هارين ۽ ڏنارن سان ويهي ڪچهريون ڪندو هو. حالانڪ انهيءَ دور ۾ وڏا ماڻهو، مسڪين ماڻهن جي پر سان وهڻ ۾ بہ عيب سمجهندا هئا.

## چڱن ۽ نيڪ ماڻهن لاءِ عزت

شاهہ صاحب جي ڪلام تي نظر وجهڻ سان اهو يقين ٿيندو تہ سندس ڪلام ۾ انسان ذات لاءِ محبت، وڏن جو ادب، ڪمزور ۽ لاچار انسانن لاءِ همدردي، چڱن ۽ لائق انسانن لاءِ وتس وڏي عزت هوندي هئي.

سمن جي دور حڪومت ۾ ڄام جکرو سنڌ جو هڪ سخي

حاڪم ٿي گذريو آهي. وتائنس ڪڏهن بہ سوالي خالي نہ موٽيو. هو لس ٻيلي ۽ ڪاڇي جو حاڪم هو. جڏهن شاهہ صاحب لس ٻيلي جي سئر دوران سندس تعريف ٻڌي ۽ سندس رعيت کان اهڙي تصديق مليس تہ ان کي دعا ڪندي چيائين:

جکرا ! جيئَن شال، تنهنجو ڪنين مدو مَ سٽان،
جيئَن تو اچي ڪال، نالائق نوازئا.

دنيا ۾ هزارين سخي ٿي گذريا آهن، مگر راءِ ڏياچ جو مٽ اڄ تائين شايد پيدا ٿيو هجي! هُن سائل کان پنهنجو سر بہ نہ روڪيو هو. هن سخي مرد لاءِ تاريخن ۾ لکيل آهي تہ:

” راءِ ڏياچ گرنار جو حاڪم هو. “ سندس پاڙيسري حاڪم- ’ راجا انيراءِ ‘ سندس دشمن هو. هن کي معلوم ٿيو تہ راءِ ڏياچ راڳ ۽ ساز جو عاشق آهي، انڪري سندس دشمن چاڪيو، جو هڪڙي راڳائي جنهن جو نالو ’ ٻيجل ‘ هو، ان کي پئسن جي لالچ ڏئي، چيائين تہ ” جيڪڏهن ’راءِ ڏياچ ‘ جو سر وڍي کڻي آڻي ڏين تہ توکي انعام اڪرام ڏيندس “ ، هن پئسن جي لالچ تي پنهنجو ساز کڻي، راءِ ڏياچ جي شهر ۾ ويو ۽ اتي ٻيهي وڄايائين ۽ راءِ ڏياچ کي ساز ڏاڍو وڻي ويو، تنهن ڪري ٻيجل کي چيائين، تہ ” جيڪي گُهرڻو اٿئي گهُر! هي سخي- توکي ڏيندو “ . ٻيجل ڏاڍو چالاڪ هو، تنهنڪري بادشاهہ کي چيائين تہ بادشاهي وعدو ڪيو متان جيڪي گُهران ۽ نہ ڏيو، تنهن تي حاڪم وعدو ڪيو، ۽ اڳيان حاڪم

جيڪو وعدو ڪندا هئا، تہ اهو پورو ڪندا هئا، تنهنڪري هُن جو وعدو ڪرڻ ۽ ٻيجل جو سر گهرڻ. راجا وڏو سخي هيو- هن ٻيجل کي چيو " ڪجهہ ٻيو گهُر، مَٿو ر ڳو هڪڙي کوپڙي آهي، ان کي ڇا ڪندين ؟ " پر ٻيجل ضد ٻڌي بيهي رهيو ۽ نيٺ بادشاهہ پنهنجو مٿو يعني سر ڏنس. چيائين: " ودي سر، ٿيءُ سرهو " . ٻيجل بادشاهہ جو سر ڪپي، پنهنجي ڳوٺ ڏانهن راهي ٿيو- ٻيجل جڏهن انعام جي لالچ ۾ انيراءِ وٽ پهتو تہ بادشاهہ اهو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو تہ ٻيجل اهڙي سخيءَ کي بہ قتل ڪري وڌو ۽ نہ مڙيو ! هن سوچيو تہ هيءُ تہ ڪو دل جو پليد ۽ قاتل ماڻهو آهي، انڪري کيس ڦاهو ڏئي ڇڏيائين.

" مَرَڪي مَرُ ماءُ، روڙي راءِ ڏياچ جي. "

هيٺين بيت ۾ نوري مهاڻي جنهن جو وَرُ وقت جو حاڪم آهي، پر کيس ان ڳالهہ تي غرور ۽ تڪبر نہ آهي. هن کي پنهنجا مسڪين پيڪا بہ ياد آهن ۽ انهن جو بہ اونو آهي. هوءَ حاڪم کي التجا ڪندي چوي ٿي:

تون ٿماچي ترڙ ڏٿي، آئون گندري غريب،
تو سين ڄام ! قريب، ڪي ڏن ڇڏائي ڏيج مون.

مطلب تہ اهڙن انسانن جي ڪردار کي شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام جي زينت بنايو آهي، جيڪي قوم ۽ انسانيت جي آبياري ڪندڙ هئا ۽ جن جي ڪردار جو مثال ٻي دنيا ۾

مشڪل سان نظر ايندو.

## سماجي روايتن جو قدر

سنڌ جي سماجي قدرن ۽ ريتن رسمن جو لحاظ سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جو لازمي جز رهيو آهي، جنهن ڪي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي چوڻ موجب تہ "شاهہ لطيف وڏي اهميت ڏني. هن پنهنجي شاعريءَ جو تاڃي پيٽو سنڌ جي روايتن ۽ رسمن سان تيار ڪيو، ان ڪري سندس شاعري وڏي عزت ۽ احترام واري سمجهي ويجي ٿي."

مارئي هڪ خوبرو ۽ نوجوان ٿريچي ڇوڪري هئي. سندس حسن جي هاڪ ٻڌي عمر سومرو، جيڪو عمر ڪوٽ جو حاڪم هيو، تنهن هن نوجوان ٿريچڻ ڇوڪريءَ کي کوہ تان پاڻي ڀريندي اغوا ڪيو هو. هن کي ڪوٽ ۾ پهچائڻ کان پوءِ عمر کيس سون، چاندي، بادشاهي طعامن، ويس وڳن ۽ هار- سينگار جون لالچون آڇيون، بلڪ سندس اڳيان آڻي پيش ڪيا، مگر مارئي، جيڪا ٿريچن وٽ روايتن ۽ قومي غيرت جي ڇانوَ ۾ پلي هئي، ان اهڙين سوغاتن کي وٺڻ کان قطعي انڪار ڪيو. شاهہ صاحب، جنهن جي ڪلام جي سونهن ۽ ساڃاهہ آهي ئي وطن جي وٽن سان پيار ۽ غريب عوام جي ريتن ۽ رسمن سان پريت، تنهن کي تہ مارئيءَ جي سَتَ ڇڙ وڏو مواد مهيا ڪري ڏنو.

شاهہ مارن جي ريت جو ذڪر مارئيءَ جي واتان هن طرح ڪرائي ٿو:

اي نہ مارن ريت، جنءَ سينڻ مٽائن سون تي،
اچي عمر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانہ ڪُريت،
پکن جي پريت، ماڙين سين نہ مٽيان.

ٻهراڙيءَ جي روايتي زندگي بہ هڪ عجيب زندگي هوندي آهي. شاديءَ کان پوءِ زال پنهنجي مڙس سان بيحد وفادار رهي ٿي. شهري عورت وانگر هوءَ غير يقيني سوچ جو شڪار نٿي رهي، شاديءَ کان اڳ ۾ شهري ڪنوار جا وارث گهوٽ کان ڏنل شين جي هڪ ڊگهي لسٽ لکرائيندا آهن ۽ حق مهر لکن ۾. انڪري تہ متان گهوٽ هلندي" پاڇاريءَ مان ڏورٽو نہ ڪڍرائي ويجي" . پر ٻهراڙيءَ جي عورت کي پنهنجي وَرَ تي ۽ سندس وَرَ کي عورت جي خود اعتماديءَ واري فطرت تي ڀروسو هوندو آهي. در اصل اهو ڀروسو هڪ ذهن جي پيدائش نہ هوندو آهي. سماج جون ريتون ۽ رسمون هزارين سال ان باهمي ڀروسي جي پرورش ڪنديون آهن، تڏهن وڃي اهو ڀروسو پيدا ٿيندو آهي. جنهن جو ثبوت مارئيءَ هيئنءَ ڏنو آهي:

آئون ڪنءَ سوڙيِن سمهان، مون وَرُ گهاري وِل،
ڪٽيرِيَ تان کِلَ، عمر! ڪج مَ ايهڙي!

يا

آئون ڪنِءَ سوڙين سُمهان،؟ مون وَرُ گهاري سُجَ،
وَرُ اباڻن سين اُجَ، ڪوءِ شربتُ تنهنجو سومرا !

شاهه عبداللطيف جي ڪلام ۾ سنڌ جون ريتون رسمون ۽ انهن جو قدر در اصل ايڏو ڏگهو موضوع آهي، جو ان تي الڳ ڪتاب جڙي سگهي ٿو. مٿي ٻه ٽي مثال ڏئي اهو واضح ڪيو ويو آهي ته شاهه عبداللطيف کي سنڌ جي سماجي روايتن لاءِ وڏي عزت ۽ احترام هيو.

## ڳڻ ڳوت

شاهه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي ڪلام ۾ انسان کي هر هنڌ ۽ هر ڪنهن ڪم ۾ 'سوچڻ' ۽ 'ڳڻ ڳوت' ڪرڻ جو درس ڏنو آهي. سهڻيءَ کي ميهار جي محبت متوالو ڪيو، ته هوءَ آڌيءَ جو گهڙي تي تري، درياهه پار وڃي ميهار سان ملاقات ڪندي هئي. شاهه صاحب ڪيس انهيءَ فطري حق کان ته ڪو نه ٿو روڪي. پر هوش مان نڪري وڃڻ کان ڪيس روڪي ٿو. سهڻيءَ کي هدايت ٿو ڪري، ته محبت ۾ به ڳڻ ڳوت ڪرڻ سٺو ڪم آهي. هوءَ بنا ڳڻ ڳوت جي ترُ تڪڙ ۾ گهڙو کڻي گهڙي پئي درياهه ۾، نتيجو اهو نڪتو جو ڀيلي گهڙي پاڻيءَ جو ڌڪ نه جهليو ۽ سهڻي نيٺ درياهه ۾ ٻڏي مري وئي.

سهڻيءَ جي انهيءَ ابهرائيءَ ۽ جلد بازيءَ کي شاهه صاحب هن طرح پيش ڪيو آهي:

ڪچو ڪان ڪنيار، اوڳي ! ڳنهو اتيين،
ڪ تو ڪنين نہ سئي، پيلي تي پلڪار،
لوڙهيان لک لطيف چي، ڪوڙيين ڪارونيار،
اڪاريين آڌار، آران آڪي واريين.

درياهي علائقي جا ماڻهو عام طرح سيٽاهہ يا تُرهي جي آڌار سان بہ درياهہ تري هن پار ايندا ويندا آهن، پر جڏهن هو ترهو، مضبوطيءَ سان نہ ٻڌندا آهن، تہ ٻوڙ درياهہ ۾ ٻڏي ويندا آهن، هيٺين بيت ۾ شاهہ صاحب اهڙي هر ماڻهوءَ کي درياهہ ۾ گهڙڻ کان اڳ ۾ 'تُرهو' مضبوطيءَ سان ٻڌڻ جو تاڪيد ڪندي چوي ٿو:

جان ڪي ڪنڌيءَ ڪانهن، تان تاڻي ٻڌج 'تُرهو'
هٿ پريان جي هٿ ۾، ٻي ڪي ڏج م ٻانهن،
سنڌي ڪپر دانهن، ڪ تو ڪنين نہ سئي ؟

سامونڊي تاجر جڏهن ٻيڙا ڪاهي ٻين ملڪن ڏانهن ويندا هئا، تہ ان وقت هو پنهنجن ٻيڙن کي تيل مکي ۽ مڪمل طرح تيار ڪندا هئا. مگر اهڙا ٻيڙاياڻتا بہ هوندا هئا، جيڪي پنهنجن ٻيڙن جو خيال نہ ڪندا هئا. شاهہ صاحب اهڙي ڪاهل ٻيڙيءَ واري کي تاڪيد ڪندي چوي ٿو:

وڻجارا وينءِ، تو نہ سرندي شاهہ ري،
مکِ پنهنجي مَڪڙِي، چڱي ڪري چيني،
پاسا پاڪڙين جا، سمنڊ تو سيڪي،
جي لنبا ۾ِ ليکي، وير وڙهندي تن سين.

سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ " دوا " کان پرهيز وڌيڪ بهتر آهي. مريض ڪيتريون بہ دوائون کائيندو رهي، پر جيڪڏهن هو پرهيز نہ ڪندو، تہ مرض گھٽجڻ جي بجاءِ ايجا بہ وڌندو. شاهہ صاحب هيٺين بيت ۾ اهڙي مريض کي سختيءَ سان بد-پرهيزيءَ کان روڪي ٿو:

هارئا ! توهري، ڪُڇِ ڪايا سين ڪئو،
ڪرين جي ڪِري، تہ تون توانو ٿيين.

اسان جو شاعر، جيڪو حڪمت جي اصولن کان بہ واقف هيو. پرهيز تي وڌيڪ زور ٿو ڏئي- ۽ اهائي پرهيز ڳاري آهي، جنهن مان اڳتي هلي انسان ڳڻ ڳوت ڪندو آهي. بيشڪ، ڳڻ ڳوت نہ ڪندڙ انسان نقصان ۾ آهي.

## شاهہ صاحب جو مشاهدو

عام ماڻهو روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪيترائي ڪم سرانجام ڏئي ٿو ۽ ان سلسلي ۾ ڪيترن ئي پيچرن، ماڳن ۽ مڪانن تان ڪيس گذرڻو بہ پوي ٿو. شايد، اهڙو بہ ڪو عام ماڻهو هجي، جيڪو رستي تان يا ڪنهن گهٽ گهيڙ تان گذرڻ مهل اوسي پاسي جي شين کي غور سان ڏسندي گذريو هجي! مگر، هر عام ماڻهو ايئن نہ ڪندو آهي. عام ماڻهو جتان بہ گذرندو تہ هو پنهنجي ڌُن ۾ مست گذري ويندو، پر اڳيان ايندڙ شين ڏانهن ڌيان ڏيندي نہ گذرندو آهي، هوسامهون نظر ايندڙ هر شيءِ يا

هر واقعي کي غور ۽ فڪر سان نہ ڏسندو ويندو آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي نہ رڳو وڏو شاعر هو، پر هو هڪ عظيم مفڪر بہ هيو. سندن جتان بہ گذر ٿيندو هو، جنهن بہ شيءِ کي ڏسندو هو، تہ ان تي ويچار ڪرڻ کان سواءِ ڪڏهن بہ گذري نہ ويندو هو. شاهہ صاحب وڏين ۽ مشهور شين سان گڏ زندگيءَ سان واسطو رکندڙ تمام ننڍڙين شين جو ذڪر ڪيو آهي. هيٺ شاهہ صاحب جي ڪلام جي حوالي سان اسان انهن ساهوارن، پکين ۽ پسن جو ذڪر ڪيون ٿا، جن کي شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ خوبصورت انداز سان بيان ڪيو آهي، جنهنڪري اهي شيون ننڍڙين هوندي بہ اهم ٿي پيون آهن.

شاهہ صاحب، جن جانورن، جيتن، پکين ۽ پسن جو مشاهدو بيان ڪيو آهي، اگر انهيءَ بيان جي انداز تي غور ۽ ويچار ڪجي، تہ شاهہ صاحب اهو پهريون سنڌي عالم نظر ايندو جنهن علم الحيات (Biology) جي موضوع تي اسان لاءِ مواد ڪٺو ڪيو آهي. شاهہ صاحب جي اها تمام وڏي ڪمال جي قابليت آهي، جو جنس بہ ساهواري جو ذڪر ڪري ٿو، تہ اهو ماهرانہ انداز سان ڪري ٿو. مثال: اسان کي شاهہ صاحب اهو ٻڌائي ٿو، تہ مذڪوره جانورن، پسن ۽ پکين جون ڪهڙيون عادتون آهن؟ ڪهڙي خصلت جا اهي مالڪ آهن؟ ڇا ڇا کائڻ پسند ڪن ٿا، ۽ ڪهڙيءَ طرح اسان سان ريجهي رهي سگهن ٿا، ۽ انهن مان انسان ڪيئن فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو؟ وغيره.

هتي هڪڙي ڳالهہ ضرور ياد رکڻ گهرجي تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي وقت ۾ يعني اڄ کان ٽي سو (300) ورهيہ اڳ سنڌ تہ ڇا، پر پوري دنيا ۾ علم الحيات ( Biology ) جو تصور اڄ وانگر ڪو نہ هيو، ۽ نہ ئي ڪي ليباريٽريون ( Laboratries ) ايجاد وجود ۾ آيون هيون، جن ۾ اڄ جيئن تجربا ڪري ۽ نتيجا ڪڍيا ويجن ٿا. ان وقت ۾ جانورن، پکين، پسن ۽ ٻوٽن لاءِ محض غور ۽ فڪر سان مشاهدو ڪيو ويندو هو، جنهن مشاهدي اڳتي هلي موجوده سائنسي رخ اختيار ڪيو. اسان جي اها بدقسمتي چئجي جو شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، جهڙي عظيم مفڪر جي فڪر کي اڳتي نہ وڌايو ويو، پر ان جي فڪرکي محدود ڪري، ۽ هڪ مخصوص دائري ۾ بند ڪري رکيو ويو. شاهہ صاحب جي ڪلام جي مطالعي کانپوءِ وثوق سان چئي سگهجي ٿو، تہ جيڪڏهن سنڌس فڪر کي فراخ دلي ۽ حقيقت پسنديءَ سان اڳتي وڌائجي ها تہ سنڌ بہ اڄ سائنسي دنيا جي قطار ۾ بيٺي وڃي ها.

سڀ کان پهرين، انهن ٻن پالتو جانورن جو ذڪر ڪجي ٿو، جن جو شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ تمام گهڻو مشاهدو پيش ڪيو آهي:

مينهن

سنڌ جي چوپائي مال مان شاهہ صاحب " مينهنِ " جو تمام گهڻو ذڪر ڪيو آهي. سر سهڻي ۽ سر سارنگ، مينهن جي تعريف

سان پريل آهن. هونءَ بہ مينهن کي سنڌ اندر ' رزق ' سان تعبير ڪيو ويندو آهي، ڇو تہ سنڌ جي ڳوٺاڻي ماڻهوءَ جي معاشي زندگيءَ جو ' مينهنِ ' وڏو سهارو رهي آهي. شاهہ صاحب مينهن جي ڪير جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

مينهون پاڻ مراديون، ٿڏا چرن ٿر،
وڏي اوهہ آئيون، پنيءَ لائي ڦر،
ساري اڇيو سوٽا مينهون، ڏين ڪير سڄر،
ساڻ واندين ورَ، پريَ پرچڻ جون ڪيون.

اُٺ

ٻين جانورن کان " اُٺ " جو ذڪر شاهہ صاحب گهڻو ڪيو آهي. هن جانور جي سنڌي ثقافت ۾ وڏي اهميت رهي آهي. ماڻهو ڪيتيءَ جو ڪم بہ انن کان وٺندا هئا ۽ واپار وڙي لاءِ بہ انن جا قافلا ڪم ايندا هئا. سنڌ کان نڪري اهي قافلا هڪ طرف قنڌار ۽ هرات وچي دنگ ڪندا هئا تہ ٻئي طرف ڪڇ، پَنجُ ۽ ڪانيا واڙ ڏانهن مال ڪٽي ويندا هئا. شاهہ صاحب اٺ جي ٻڻ ٻٺياد ۽ ڪُرَ جي ڳالھ ڪندي، اهو ٻڌائي ٿو تہ انن جو سٺو نسل چونڊڻ تمام ضروري آهي:

ڪرها ! ڪُرُ سڃاڻ، پئڪو ۽ پاهجو،
اصل آهي آهنجو، ناليرو نڏاڻ،
ڪرها ! اسان ساڻ، ڪي چانگا ڪج چگَايون.

## پاڻيءَ جا جانور

خشڪيءَ جي جانورن کانسوءِ، شاھ صاحب پاڻيءَ جي جانورن ۽ جيتن جو بہ ذڪر آھي، سرسھڻيءَ ۾ پاڻيءَ جي جاندارن جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو:

دَهَشَتَ دَمر درياھَ ۾، جت سَٽاٽا سَيسارَ،
بيحَدِ باڳوُ بَحرَ ۾، هَيبَتناڪَ هَزارَ،

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

گهڙي گهَڙو هَٿِ ڪري، الاھي تهارَ !
جنگهہَ جَرڪي واتَ ۾، سِـبي ڪي سيسارَ،
چُوڙا ٻيڙا چِڪِ ۾، لُـڏَ ۾ لُڏيَـسِ وارَ،
لکين چُهُنَـسِ لوهَنيون، تيليون ٽَرِ نئون ڏارَ،
مِڙئا مَڃَ هزارَ، ياڳا تيندي سوهَڻي !

## پکي

ڪونج: هڪ پهاڙي پکي آھي، جو سنڌ جي لڳو لڳ بلوچستان وارن پهاڙن ۾ رهندو آھي. سخت سرديءَ جي مند ۾ سنڌ ۾ لهي ايندو آھي. هو وڳر ۾ ولر ڪري داڻو حاصل ڪندو آھي. اڇي رنگ جو قداور پکي، ڏڳهي ڳچيءَ سان ٿيئي، ان جي آواز ۾ چڱو ميناج آھي. ڪونج کي حسن ۽ سونهن جو درجو صرف سنڌ جي شاعرن ڏنو آھي، ۽ اھو درجو دنيا جي ٻي ڪنهن بہ قوم جي ادب ۾ ڪونج کي ڪونہ ملي سگهيو آھي.

ڪونج سنڌ ۽ سنڌين جي زندگي ۽ تمدّن جو اڻ ٽٽندڙ حصو بڻجي چڪي آهي. هن پر ديسي پکيءَ کي شاهه صاحب ڏسندي فرمايو:

قسمتَ آنديون ڪونجڙيون، وَطنَ سندن روُهه،
ڪِنهنِ جو ڪونهي ڏوهه، رِزقُ رزاق هَٿَ ۾.

ملڪ مولا جا ٻيا ٻه ڪيئي ٿي وسيا، وڏئون وڏ، پلئون پل، پر هِن جي نظر سڀ کان اول سنڌ تي پئي. شايد انڪري جو سنڌين ۽ ڪونج جي ڪن خاصيتن ۾ ڪا هڪ جهڙائي ضرورآهي. ٻُوڙو ڦٽو، سَرءَ سِڙهه ڪنيان تہ ڪڪرن ۾ سندن ڪرڪاٽ هوندا. اهي ڪرڪاٽ ٻڌي، شاهه صاحب کي ٻہ اندر ۾ اڌما جاڳن ٿا، ۽ ڪين ماٺ ڪرڻ لاءِ چوي ٿو:

مَ لَنئو ڪونجي ! ماٺِ ڪَر، چورِمَ هيئين چاڪَ،
ڦِٽيون جي فِراقَ، سي گهَرِ گهارِينديون ڪيترو ؟

## ڪانگ

ڪانگ کي، شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ وڏي اهميت ڏني آهي. چاڪاڻ تہ ٻهراڙيءَ واري زندگيءَ ۾ ڪانگ کي وڏي اهميت آهي. هو نہ فقط سنڌي شاعريءَ جو هڪ مکيہ ڪردار آهي، بلڪ اسان جو فئملي ميمبر بہ آهي. سڄو ڏينهن گهر ۾ هوندو، پيو لچايون ڪندو، ڪڏهن ڪُڏ ڏئي ٻارن کان ٽڪر کسيندو، ڪڏهن مائيءَ جي اک وڃي اتي جي پاٽ

۾ ڇھنب ھٽي ڪڍندو، جي وس پڇندس تہ چاڏيءَ مان ڍڪ
ٻہ پي ونندو. نيرن پاڻي انھيءَ نموني ڪري، پوءِ نھي نڪي
وھندو سانگين جا سنيھا سٽائڻ ۽ نيھن جا نياپا ڏيڻ.
ھو پيو ڪندو " ڪان ڪان " ۽ مايون پيون
چونديون !

" لَئيج لات لطيفُ چي، ڪَڏهِ اِندم ؟ ڪانگ !"

## تاڙو

ھن پکيءَ جو وستار، شاھ صاحب پنھنجي ڪلام ۾ ڏاڍي
چاھ سان ڪيو آھي. عام طور تي مينھن جي اڳواٽ خبر ' تاڙو
ڏيندو آھي.

مُندَ تي مَندِلَ مَندِيا، تاڙي ڪِي تَوارَ،
هارِن هَرَ سنباهيا، سَرَها ٿيا سنگهارَ،
اَڄُ پَڻُ مُنهنجي يارَ، وَسڻ جا ويس ڪِئا.

## ھنج

پاڻيءَ جي سيني پکين ۾ تمام وڏو ۽ تمام سھڻو ٿئي ٿو. ھن
جي ڳچي سھڻي ۽ خمدار ٿئي ٿي ۽ ھُن جي شڪل وتندڙ آھي.
ھن جا کنڀ اڇا ٿيندا آھن. انھن ڳالھين ڪري قديم زماني کان
ماڻھن ھنج جي تعريف پئي ڪئي آھي، خاص طرح ھندي
شاعريءَ ۾ ھن جو ذڪر چڱو خاص آھي.

هَنجَنِ سين هيڪارَ، جي ڳڻ ڪري نِهارِين،
ٻـگهَنِ سين ٻيهارَ، ٻيلهَ نَہ ٻڌين ڪَڏهين.

مطلب تہ اسان جو شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هڪ اعليٰ ذهن جو ماڻهو هيو، هو ڏاڍو سياڻو ۽ صاف دل انسان هو. اهڙا انسان خلقتھار ڪڏهن ڪڏهن خلقيندو آهي، پر هميشہ نہ، ليڪن هڪڙي ڳالهہ ضرور آهي، تہ انهن سياڻن ۽ عقل مند ماڻهن جي تعليم تي، جيڪڏهن عمل ڪبو تہ الله تعاليٰ عمل ڪرڻ وارن کي بہ سياڻو بڻائيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ سياڻن انسانن جي تعليم اعليٰ هوندي آهي. ان ۾ عقل، عرفان- سچ ۽ سورهيائيءَ جي تعليم ڏنل هوندي آهي. انهيءَ ڪري انهن عقل مند ۽ ڏاهپ وارن انسانن جي ڏنل تعليم، پرائيندڙ کي بہ عقل مند ۽ ڏاهو بڻائيندي آهي. واضح رهي تہ شاهہ عبداللطيف جي وفات کان پوءِ، برصغير جي ورهاڱي تائين، شاهہ صاحب جو رسالو صبح سوير جو ثواب طور پڙهيو ويندو هو. انهيءَ ڪري هر گهر ۾ رسالي جو وجود بہ برڪت جو باعث سمجهيو ويندو هو.

هن ڪتاب جي مطالعي ۾ اسان ڏٺو تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، اسان جو ذهين انسان آهي. سندس شاعريءَ ۾ اهڙيون رمزون ۽ راز سمايل آهن، جو ڀليل انسان بہ جيڪڏهن انهن کي پروڙي تہ اهو بہ سڌي راهہ تي اچي سگهي ٿو ۽ عقل وارو ٿي سگهي ٿو!

---

# سنڌ جا سپوت

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڑهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن کو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)